# قبر جي پڪار




بقلم

پير طريقت تابع شريعت

حضرت پير مُحَمَّد ڪرم الله

قادري نقشبندي المعروف (دِلبَر سَائين) مَدَّظلهُ العَالي

سجاده نشين، درگاه فضل آباد شريف ماتلي، ضلع بدين

# قبر جي پڪار

اَلْحَمْدُ لِلّٰهِ رَبِّ الْعَالَمِيْنَ وَ الصَّلٰوةُ وَ السَّلَامُ عَلٰى سَيِّدِ الْاَنْبِيَاءِ

وَ الْمُرْسَلِيْنَ وَ عَلٰى آلِهٖ وَاَصْحَابِهٖ اَجْمَعِيْنَ.

اَمَّا بَعْدُ: فَاَعُوْذُبِاللهِ مِنَ الشَّيْطَانِ الرَّجِيْمِ بِسْمِ اللهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ.

وَمِنْ وَّرَ وَرَائِهِمْ بَرْزَخٌ اِلٰى يَوْمِ يُبْعَثُوْنَ. صدق الله العلى العظيم

اللهم صل علىٰ سيدنا محمد و علىٰ آله اصحابه اجمعين.

جا پُون پيرين مون، سا پُون متان سڄڻين،
ڏِڱ لتبا ڏوڙ ۾، اڪئين ڏتاسون،
ڏينهن مڙئي آهين ڏون، اتي لوچ لطيف چئي.

اي منهنجا دوستو! الله پاڪ شال اسان کي هدايت نصيب فرمائي ايمان سان رهائي وري شال ايمان سان لاڏاڻو نصيب فرمائي. آمين دوستو! هيءَ دنيا هڪ مسافر خانو آهي. انسانُ هن جڳ ۾ مسافر ۽ پرديسي جي حيثيت رکي ٿو. هتي هميشه ڪنهن ماڻهو کي رهڻو نه آهي. چند ڏينهن هن جڳ ۾ رهي پوءِ هر هڪ کي قبر ڏانهن هلڻو آهي جتي هزارين سال رهڻو آهي وري نه ورڻو آهي. قبر واري جهان کي "برزخ" جو جهان چئبو آهي. الله پاڪ جي پاڪ ڪلام سورت "مؤمنونَ" جي آيت نمبر هڪ سو جا چند لفظ هن عاجز پڙهيا آهن، جن ۾ الله ڪريم فرمايو ته:

وَمِنْ وَّرَائِهِمْ بَرْزَخٌ اِلٰى يَوْمِ يُبْعَثُوْنَ ١٠٠

انهن جي پٺيان هڪ پردو آهي، ان ڏينهن تائين، جنهن ڏينهن اٿاريا ويندا.

يعني قيامت واري ڏينهن اٿڻ تائين هڪ پردي جو جهان آهي. تفسير ابن ڪثير واري، حضرت مجاهد جو قول نقل ڪيو آهي ته: ”برزخ“ مان مراد دنيا ۽ آخرت جي وچ وارو قبرن جو جهان آهي. اتي جا ماڻهو نه دنيا وارن سان آهن، جو ڪائن ۽ پيئن نه وري آخرت وارن سان آهن جو جنت جا مزا ماڻن. اهي وچ ۾ آهن قيامت تائين. ان آيت جي تفسير ۾ ابن ڪثير هڪ حديث آندي آهي، جنهن ڪي حضرت بي بي عائشه رضي الله عنها روايت ڪيو آهي ته: ”گنهگارن لاءِ قبرن ۾ بربادي آهي. انهن جي قبرن ۾ ڪارا نانگ داخل ڪيا ويندا. ڪي نانگ مٿي کان ايندا ته ڪي پيرن کان جي انهن کي وچ تائين ڏنگيندا ايندا. پوءِ اهو برزخ جو عذاب آهي.“ الله ڪريم شال اسان کي قبر جي عذاب کان بچائي. آمين. بخاري ۾ سيدنا ابو هريره کان روايت آهي ته: سهڻا محبوب ڪريم صلي الله عليه و آله وسلم هميشه هيءَ دعا گهرندا هئا ته:

اَللّٰهُمَّ اِنِّیۡ اَعُوۡذُبِكَ مِنۡ عَذَابِ الۡقَبۡرِ.

يا الله مان تو کان قبر جي عذاب جي پناه ٿو گهران.

سيده عائشه رضي الله عنها فرمايو ته: سهڻي محبوب محمد ڪريم صلي الله عليه و آله وسلم فرمايو ته: عذاب

القبر حق: قبر جو عذاب برحق آهي. اسان کي دنيا جي چند ڏينهن جي زندگي جو ڪيڏو فڪر آهي، پر آخرت واري زندگي جو ڪوبہ اونو نہ آهي. سوچڻ گهرجي تہ جو انسان ڄائو آهي مرڻ لاءِ ڄائو آهي، جا چيز ٺهي آهي ڊهڻ لاءِ ٺهي آهي. هن جڳ ۾ موجود ڪابہ مخلوق باقي رهڻي نہ آهي. حضرت ابو نعيم پنهنجي ڪتاب حليت الاولياءِ ۾ حضرت مُجاهد کان روايت آندي آهي تہ: جڏهن حضرت آدم عليہ السلام کي زمين تي لاٿو ويو تہ رب پاڪ فرمايس تہ: ”جا چيز ٺاهيندين سا ضرور ڊهندي، جو ٻار ڄڻيندين سو ضرور مرندو.“

اللهم صل علي سيدنا محمد و عليٰ آلہٖ اصحابه اجمعين.

پيارا دوستو! هيءَ ڳالهہ ياد رکو تہ: موت فنا جو نالو نہ آهي. موت انسان کي ماري ختم نہ ڪندو آهي، پر موت اچڻ سان انسان هڪ گهر کان ٻئي گهر ۾ منتقل ٿيندو آهي.

کون کہتا ہے کہ مومن مر گئے
قید سے چھوٹے وہ اپنے گھر گئے

ساهہ نڪرڻ کان پوءِ ميت پنهنجي گهر وارن جا آواز ٻڌندو آهي. انهن جو روئڻ سُڻندو آهي. پنهنجي تڏي تي آيلن کي سُڃاڻندو آهي. مُسند احمد ۽ طبراني اوسط ۾ حديث آهي. محبوب ڪريم صلي الله عليہ و آلہ وسلم فرمايو تہ:

اِنَّ الْمَيِّتَ يَعْرِفُ مَنْ يَّغْسِلَهٗ وَيُحْمِلُهٗ وَيُكَفِّنَهٗ وَمَنْ يُّدَلِّيْهِ فِيْ خُفْرَتِهٖ

شرح الصدور ۾ امام سيوطي هڪ حديث آندي آهي تہ: مديني پاڪ ۾ ''اُم مِحجَن'' نالي هڪ عورت رهندي هئي. اها مسجد شريف کي ٻهاري ڏيندي هئي. جڏهن اها وفات ڪري وئي تہ ان کي دفن ڪري ڇڏيائون. هڪ ڏينهن حضرت حبيب ڪريم صلي الله عليہ و آلہ وسلم ان جي قبر کان لنگهيا تہ پاڻ پڇيائون تہ ”هيءَ قبر ڪنهن جي آهي؟“ چيو ويو تہ ”ام مِحجَن جي آهي.“ پاڻ فرمايائون: ”اها جيڪا مسجد کي ٻهاري ڏيندي هئي“؟ چيو ويو: ”هائو يا رسول الله“ پاڻ فرمايائون: ”صفون لڳايو تہ هن جي قبر تي سندس جنازي جي نماز پڙهون.“ جڏهن جنازي نماز ادا ڪئي وئي تہ پاڻ ان قبر واري عورت کي مخاطب ٿي فرمايائون تہ ”تو قبر ۾ ڪهڙو عمل سڀ کان سٺو ڏٺو؟“ اصحابن عرض ڪيو تہ: ”يارسول الله ڇا اها قبر ۾ ٻڌي ٿي؟“ پاڻ فرمايائون: ”توهان کان بہ وڌيڪ ٻڌي ٿي.“ پوءِ ان عورت جو قبر مان آواز آيو تہ ”سڀ کان ڀلو عمل مون هتي مسجد جي صفائي ڪرڻ ڏٺو.“

صحيح بخاري ۽ صحيح مسلم ۾ حديث آهي. حضرت انس رضي الله عنہ روايت فرمائي تہ: رسول الله صلي الله عليہ و آلہ وسلم جن بدر ۾ قتل ٿيل ڪافرن جي مٿان اچي انهن مان هر هڪ جا نالا وٺي سڏي چوڻ لڳا تہ: ”اي فلاڻا پٽ فلاڻي جا جيڪو الله پاڪ وعدو

ڪيو هو اهو توهان سچو ڏٺو يا نہ؟ مون تہ پنهنجي رب جو وعدو سچو ڏٺو.“ حضرت عمر فاروق رضي الله عنہ عرض ڪيو تہ: ”يا رسول الله توهان اهڙن مُردن سان ڪيئن ٿا ڳالهايو جن ۾ روح ئي ناهي، ڇا اهي ٻڌن ٿا؟ پاڻ فرمايائون تہ:

مَا اَنۡتُمۡ بِاَسۡمَعَ لِمَا اَقُوۡلُ مِنۡهُمۡ غَيۡرَ اَنَّهُمۡ لَا يَسۡتَطِيۡعُوۡنَ اَنۡ يَّرُدُّوۡا عَلَيَّ شَيۡئًا.

منهنجي ڳالهہ کي توهان بہ اهڙو نہ ٿا ٻڌو جهڙو اهي ٻڌن ٿا، پر انهن کي مون کي جواب ڏيڻ جي سگهہ نہ آهي.

هنن حديثن مان هي ڳالهہ چٽي طرح معلوم ٿي وئي تہ ماڻهو مرڻ سان ختم نہ ٿو ٿي وڃي، مگر موت اچڻ کانپوءِ بہ انسان قبر ۾ زنده آهي. جنهن سان عذاب يا ثواب جو معاملو ڪيو وڃي ٿو. تان جو ڪافر بہ پنهنجي قبرن ۾ جيئرا آهن اهي بہ ٻڌن ٿا.

اللهم صل عليٰ سيدنا محمد و عليٰ آله اصحابه اجمعين.

مسند فردوس ديلمي حضرت ابن عباس کان روايت ڪئي آهي تہ رسول پاڪ صلي الله عليہ و آلہ وسلم جن فرمايو تہ: ”پنهنجي قبرن لاءِ عملن جو سامان گڏ ڪيو. ڇو تہ قبر هر ڏينهن ۾ ست ڀيرا ٻانهي کي پُڪاري چوندي آهي تہ: ”اي آدم جا اولاد اوهين ضعيف آهيو منهنجي اندر داخل ٿيڻ کان اڳ پنهنجي جان تي رحم ڪيو تہ آئون بہ اوهان تي رحم ڪنديس.“

ترمذي ۾ حضرت ابو سعيد کان روايت آهي تہ: سهڻي محبوب ڪريم صلي الله عليہ و آلہ وسلم جن فرمايو تہ: لذتن کي برباد ڪرڻ واري (موت) کي گھڻو ياد ڪيو. ڪوبہ اهڙو ڏينهن نہ ٿو اچي مگر هر ڏينهن ۾ قبر پڪاري چوندي آهي تہ: ”مان پرديس خانو آهيان، مان اڪيلائي جو گھر آهيان. مان مٽيءَ جو گھر آهيان. مان ڪيڙن ماڪوڙن جو گھر آهيان (يعني منهنجي لاءِ ڪجھ عمل تيار ڪيو) پوءِ جڏهن مومن ٻانهو قبر ۾ دفن ڪيو ويندو آهي تہ قبر ان کي چوندي آهي تہ: ”توکي مرحبا ۽ خوش آمديد جڏهن تون منهنجي مٿان هلندو هئين تہ تون مونکي سيني کان وڌيڪ پيارو هئين. هاڻي جڏهن تون مون وٽ آيو آهين تہ ڏس تہ آئون تو سان ڪهڙو سهڻو سلوڪ ٿي ڪيان“! پوءِ ان جي جيستائين نظر پهچي ٿي ايستائين ان جي قبر ڪشادي ٿي وڃي ٿي، ۽ ان لاءِ هڪ جنت جو دروازو کوليو وڃي ٿو ۽ جڏهن گنهگار يا ڪافر ٻانهو دفن ڪيو وڃي ٿو تہ ان کي قبر چوي ٿي تہ ”نہ توکي مرحبا نہ توکي خوش آمديد. جڏهن تون منهنجي مٿان هلندو هئين تہ تون سيني کان مون کي ناپسند هئين. هاڻي جڏهن تون مون وٽ آيو آهين تہ ڏس تہ مان توسان ڪهڙو سلوڪ ٿي ڪيان.“! پوءِ قبر ان تي سوڙهي ٿي وڃي ٿي، تان جو ان جون پاسرائيون هڪ ٻئي ۾ ملي وڃن ٿيون. پوءِ رسول الله صلي الله عليہ و آلہ وسلم جن پنهنجون آڱريون هڪبئي ۾ وجهي ڏيکاريون. (تہ هيئن ان

جون پاسراتيون هڪ ٻئي ۾ اندر گهڙي وڃن ٿيون) فرمايائون، پوءِ ان تي ستر نانگ مسلط ڪيا وڃن ٿا. انهن مان جيڪڏهن هڪڙو نانگ زمين تي ڦوڪ ڏئي ته نه ڪا چيز جيئري رهي نه دنيا باقي رهي. پوءِ اهي نانگ ان کي قيامت تائين ڏنگيندا رهند.ا پوءِ رسول الله صلي الله عليه و آله وسلم فرمايو ته:

اِنَّمَا الْقَبْرُ رَوْضَةٌ مِّنْ رِيَاضِ الْجَنَّةِ اَوْ حُفْرَةٌ مِّنْ حُفَرِ النَّارِ.

انما القبر روضة من رياض الجنة اوحفرة من حفر النار.

بيشڪ قبر جنت جي باغن مان هڪ باغ آهي يا جهنم جي کڏن مان هڪ کڏ آهي.

قبر انڌاري کوٺڙي، جتي نانگ ٻجهن ناري،
وڃي سمهندين سيج ۾، جتي وسائيندئي واري،
اڳيان قيام سجهي ڪاري، موڳو نه رهه تون ملڪ ۾.

سوڙهي سامي سورن واري جتي اونده انڌاري،
ڏسي ڏک ڏائڻ جا، ڪئي زاهدن پي زاري،
ڪر توبه ۽ زاري، جو اڳيان سُجهن سور سيج جا.

سور پسنديں سيج جا. جڏهن در متيندين دوست جو
دانهون ڪنديں درد مان، اتي ساٿي نه ٿيندئي ڪو.

# غــزل

دنيا دم گذر ٽئي الائي ڇا حياتي؟
ڪرين جيڪي اڄ ڪر پو متان ٿيئي مماتي.

وڏي شان وارا دلاور مري ويا،
هڏ ماس تن جا قبر ۾ ڳري ويا.
وهي روز اجل جي دنيا منجهه ڪاتي.

قبر روز توکي پئي ٿي پڪاري،
وِلهيا ڪيئن ويٺين پنهنجو رب وساري،
اها ڪم نہ ايندئي جنهن سان دل تو لاتي.

ڇڏي تخت ويا جن ڪيون بادشاهيون،
قبر ڏي هليا ويا اهي ڳُونڌ ڪاهيون،
ڪفن ريءَ نہ نيائون سڳو ياءُ ساٿي.

رڳو شوق توکي گهر مال زر جو
نہ ڪو خوف توکي قبر ۽ حشر جو.
هتان ڪونہ هلندئي سڳو ياءُ ياتي.

"**الهڏنہ**" خوف ڪر ڪو اڳيان رب قهاري،
روئي در سندس تي سچي ڪر تون زاري،
هٿين خالي هلبو ڪنبي منهنجي ڇاتي.

اللہ صل عليٰ سيدنا محمد و عليٰ آله اصحابه اجمعين.

ترمذي ۽ بيهقي ۾ حضرت ابو هريره کان روايت آهي، رسول اللہ صلي اللہ عليہ و آلہ وسلم فرمايو تہ: ”جڏهن ميت کي قبر ۾ داخل ڪيو وڃي ٿو تہ ان وٽ رنگ جا ڪارا ۽ اکين کان شيرا ٻہ ملائڪ اچن ٿا هڪ جو نالو منڪر ٻئي جو نالو نڪير آهي. اهي ان کان (رسول ڪريم جي باري ۾) پڇن ٿا تہ هن مرد جي باري ۾ ڇا چوندو هئين؟ تہ مومن ٻاهون چوندو تہ اهو اللہ جو ٻانهو ۽ رسول آهي.

اَشهدُ اَنّ لا الاه اِلا اللّٰہُ و اشهد ان محمدا عبده و رسوله

پوءِ ملائڪ چون ٿا تہ اسان کي خبر هئي تہ تون اهو ئي جواب ڏيندين. پوءِ ان جي قبر کي ستر هٿ ڪشادو ڪيو وڃي ٿو ۽ ان جي قبر کي روشن ڪيو وڃي ٿو. پوءِ کيس چيو وڃي ٿو تہ (آرام سان) سمهہ. چوي ٿو تہ واپس وڃي منهنجي گهر وارن کي هيءَ خبر ٻڌايو. ملائڪ کيس چون ٿا تہ: ”اٿين سمهہ جيئن گهوٽ ڪنوار سان سمهندو آهي. جنهن کي اللہ کانسواءِ ڪير نہ اٿاريندو آهي.“ (پوءِ اهو آرام سان سمهي ٿو) تان جو قيامت واري ڏينهن اللہ پاڪ ان کي سندس آرام گاهہ مان اٿاريندو. پر جيڪڏهن منافق آهي تہ جڏهن ان کان ملائڪ (رسول ڪريم جي باري ۾) پڇن ٿا تہ چوي ٿو تہ مون جيئن ماڻهن کان ٻڌو مان بہ ائين چيو. مان نہ ٿو سڃاڻان تہ ڪير آهي؟ ملائڪ چون ٿا تہ اسان کي خبر هئي تہ اهو ئي جواب ڏيندين. پوءِ زمين کي چيو وڃي ٿو تہ ان تي

سوڙهي ٿي وڃ پوءِ زمين اهڙي سوڙهي ٿي وڃي ٿي جو ان جون پاسرائيون هڪٻئي ۾ گهڙي وڃن ٿيون. پوءِ هميشه اهو عذاب ان کي ٿيندو رهي ٿو تان جو قيامت واري ڏينهن الله پاڪ ان کي اٿاريندو.

اللهم صل عليٰ سيدنا محمد و عليٰ آله اصحابه اجمعين.

دوستو اهو وقت اسان جي مٿان به اچڻ وارو آهي. قبر ۾ ڇوٽڪارو ان ماڻهو جو ٿيڻو آهي، جنهن سهڻي محبوب محمد ڪريم صلي الله عليه و آله وسلم کي سڃاتو. جن دلبر حبيب کي سڃاتو ته انهن جي قبر جنت جو باغيچو هوندي ۽ اهو گهوٽن وانگر خوشين ۾ هوندو ۽ جن تاجدار مدينه کي نه سڃاتو تن جي قبر جهنم جي کڏ هوندي. اها سڃاڻ اڄ حاصل ڪرڻي آهي. قبر جي ڪوٺڙي ۾ جتي سڀ مٽ مائٽ ڇڏي ويندا پر مديني واري سائين جا جلوا اتي به موجود هوندا. ڪنهن عاشق ڇيو آهي ته:

*یہ تنہائی تاریکی اور تنگی قبر کی*
*سن کر میرے دل کی حالت بری تھی*
*مگر اس خبر نے مجھے دی تسلی*
*کہ وہاں مصطفیٰ کا بھی دیدار ہو گا۔*

ديدار ته ٿيندو پر سڃاڻندا اهي ئي جن هِتِ حبيبن سان محبت جو پيچ پاتو هوندو.

جي هِتِ نه سڃاڻن هوت کي،
سي ڪيئن سڃاڻنديون ڪيچ ۾؟
هتي جي سُڃاڻ هُتي فائدو ڏيندي

**آج لے ان کی پناہ آج مدد مانگ ان سے،**

**کل نہ مانیں گے قیامت کو اگر مان گیا تو۔**

اللھم صل عليٰ سيدنا محمد و عليٰ آلہٖ اصحابہٖ اجمعين.

اڄ جنهن ماڻهو محبوب جي دين اسلام ۽ قرآن کي ڇڏي ڏنو ته ان ماڻهو محبوب کي نه سڃاتو. محبوب کي سڃاڻي ها ته ضرور ان جي حڪمن کي مڃي ها. سڃاڻڻ وارو ڪڏهن بي نماز نه هوندو زاني شرابي ۽ بي دين نه هوندو.

طبراني ۾ حديث آهي حضرت ابو رافع رضي الله عنه فرمايو ته: هڪ ڏينهن مان حضرت حبيب ڪريم صلي الله عليه و آله وسلم سان گڏ وڃي رهيو هيس پاڻ هڪ (نئين) قبر کان لنگهيا پاڻ فرمايائون: ”حيف اٿئي، حيف اٿئي، حيف اٿئي“ مون عرض ڪيو ته: ”يا رسول الله منهنجو ابو امان توهان تان قربان ڪيان ٻيو ته ڪوبه ماڻهو گڏنه آهي پوءِ توهان اهو مونکي ٿا چئو ڇا؟“ پاڻ فرمايائون ته: ”توکي نه ٿو چوان پر هن قبر واري کي ٿو چوان هن کان منهنجي باري ۾ پڇيو ويو ته منهنجي باري ۾ شڪ ڪيائين.“ (يعني صحيح جواب نه ڏنائين) واهه واهه منهنجو غيب دان نبي جنهن کي قبر ۾ اندر ٿيندڙ سوالن جوابن جي خبر پوندي آهي. دوستو حبيبن ڪريمن جي سڃاڻ حاصل ڪيو لن ڪانسواءِ ڇوٽڪاري جي ٻي ڪا واهه ئي نه آهي.

پر پنجوءَ ويهي ڪنهن سان ڪنديءَ ڳالهيون،
ڇاڇي ماڇي موتيا ور ونيءَ ڏيئي،
ڪانه خبر پيئي ته ڏاج ڏنائون ڪهڙو؟

متِ مائٽ ته پنهنجي هٿن سان لوڙهه لتي ايندا. وري ڪو سار سنيار لهڻ وارو به نه هوندو. ڪنهن کي ڪهڙي خبر ته اندر قبر واري سان ڇا ٿيو؟

ابن ابي الدنيا ڪتاب القبور ۾ هڪ روايت آندي آهي ته: جڏهن ميت کي قبر ۾ پوري عزيز موٽن ٿا ته انکي پيراندي کان ڪا شيءِ محسوس ٿئي ٿي. پڇي ٿو ته هي ڇا آهي؟ اهو چوي ٿو ته: ”مان تنهنجو صالح عمل آهيان.“

ستي نه سرندياءِ ڪر ڪا پچار پرين جي،
وِهامي ويندياءِ پوءِ گهڻا هڻندين هٿڙا.

# ڪافي

ٻن ڏينهن جو تون مهمان وويار،
جاڻ ڇڏيئي هي مڪان وويار.
عملن ٻاجهئون نا ڪوئي ساٿي، گڏيو هلندئي ياءُ نه ياتي
ڪڻ سنگتي اهي نادان وويار.
ساجهر سنبت ڪر يار هلڻ جي، هتڙي ناهي جاءِ ٽڪڻ جي،
نه ته ٿيندين ڏاڍو پريشان وويار.
اللہ صل عليٰ سيدنا محمد و عليٰ آله اصحابه اجمعين

ابو نعيم حليت الاولياءَ ۾ حديث آندي آهي تہ: هاديءَ عالم نور مجسم حضرت محبوب محمد ڪريم صلي الله عليہ و آلہ وسلم فرمايو تہ: جو ماڻهو موت واري بيماري ۾ سورت اخلاص پڙهي تہ انکان قبر جو پڇاڻو نہ ٿيندو. اهو ماڻهو قبر جي تنگي کان امن ۾ رهندو. قيامت واري ڏينهن الله جا ملائڪ ان کي ترين تي کڻي پلصراط ٽپائي جنت جي دروازي تي پهچائي ايندا.

اللهم صل عليٰ سيدنا محمد و عليٰ آله اصحابه اجمعين.

دوستو! الله جو قرآن پڙهو. نمازون پڙهو. دين جا ڪم ڪيو تہ الله پاڪ قبر جي عذابن کان بچائي. نيٺ تہ مرڻو آهي الله اڳيان پيش بہ ٿيڻو آهي.

بندا بانور ڇڏ تنهنجي ساڏا تي هٺ هيٺ زمين،
اتي "عبداللطيف" چئي هلي پيچ امين،
ڏُکو ملندئي ڪين، هتي دعوائون ديهن جون ڪرين.
اِجهو ڇڏڻو آئيو هيءُ مارن سندو ماڳ،
وَلرَ وڳر ويڙهيچن جا پيو سمورو بہ سهاڳ،
وڏو لڳو تن ڏهاڳ جن رب وساريو پانهنجو.

پيارا ساٿيو! غفلت کي ڇڏي اڄ اک کولي سڄاڳ ٿي پنهنجي رب کي راضي ڪري ڏيکاريو. هيڙي زندگي هيڙا وقت ياڳن تي ملندا آهن. اوچتو الله جو قاصد عزرائيل اسان جي در تي اچي ويندو. پوءِ ارمان جا هٿ ملڻا پوندا. ان ڪري اڄ الله جي در تي موٽ ڪيو. اڄ مدني ڪريم جي غلامي اختيار ڪيو تہ رب ڪريم پنهنجي ٻاجھ فرمائي.

ستا اٿي جاڳ ننڊ نہ گھرجي ايتري،
توجو ساڻيھ پانئيو سو مانجھاندي جو ماڳ،
سلطاني سھاڳ ننڊون ڪندي نہ ملي.

ابن عساڪر ۾ حضرت موليٰ علي ڪرم الله وجھہ کان مروي حديث آهي تہ محبوبن ڪريمن امر فرمايو تہ:

اَمَرَنَا رَسولُ اللهِ اَنْ نَدْفَنَ مَوْتَانَا وَسْطَ قَوْمٍ صَالِحِيْنَ فَاِنَّ الْمَوْتٰي يَتَاذُوْنَ بِالْجَارِ السُّوءِ كَمَا يَتَاذِي الْاَحْيَاءِ.

اسان کي رسول الله صلي الله عليہ و آلہ وسلم حڪم فرمايو تہ پنھنجي فوتين کي صالحن جي پاڙي ۾ پورايو. ڇو تہ برن جي پاڙي ۾ ميتن کي ائين ايذاءُ پھچي ٿو. جيئن زنده ماڻھن کي برن جي پاڙي ۾ تڪليف پھچي ٿي.

اسان کي گھرجي تہ پاڻ بہ نيڪ عمل ڪيون ۽ دنيا ۾ صالحن سان گڏ رهون پر مرڻ کان پوءِ بہ صالحن الله وارن جي پاڙي ۾ پاڻ کي پورايون تہ انھن جي مھابي رب اسان تي بہ راضي ٿي پوي.

ڪتاب روض الرياحين ۾ آهي تہ حضرت شفيق بلخي رحمت الله عليہ جو قول بيان ٿيل آهي تہ: پنج شيون پنجن شين ۾ آهن.

1. گناهن جو ڇڏڻ صبح جي نماز ۾ آهي.
2. قبر جو نور رات جي نماز (يعني تھجد جي نماز) ۾ آهي.
3. منڪر نڪير جي پڇاڻي جو جواب قرآن جي تلاوت ۾ آهي.
4. پلصراط پار ڪرڻ روزن رکڻ ۽ خيراتن ڪرڻ ۾ آهي.
5. عرش عظيم جو سايو اڪيلاين ۾ آهي.

## عذاب قبر کان بچائڻ وارا عمل

نسائي ۾ حضرت عبدالله بن مسعود رضي الله عنه کانمروي حديث آهي ته: ”جو ماڻهو سورت مُلڪ (تبارڪ الذي) هر رات ۾ پرهي ته اها سورت ان کي قبر جي عذاب کان بچائيندي“ ترمذي ۾ حضرت جابر کان روايت آهي ته رسول اڪرم هادي اعظم صلي الله عليه و آله وسلم هر رات ۾ سمهڻ کان اڳ سورت (الم تنزيل) ۽ سورت ملڪ پڙهي پوءِ آرامي ٿيندا هئا.

الترغيب ۾ امام اصبهاني حضرت ابن عباس رضي الله عنه کان مروي حديث آندي آهي تاجدار ڪائنات فخر موجودات حبيب ڪبريا حضرت محمد مصطفيٰ صلي الله عليه و آله وسلم جن فرمايو ته: ”جو ماڻهو جمع شريف جي رات سج لٿي جي نماز کان پوءِ ٻه رڪعتون نفل نماز پڙهي. هر رڪعت ۾ هڪ ڀيرو فاتحه (الحمد) پڙهي ان کان پوءِ پندرهن ڀيرا سورت (اذا زلزلت الارض) پڙهي نماز ختم ڪري ته الله پاڪ ان تان موت جي سڪرات آسان ڪندو ۽ ان کي قبر جي عذاب کان بچائيندو ۽ قيامت واري ڏينهن آساني سان پلصراط اڪاري پار پهچائيندو.

اللهم صل عليٰ سيدنا محمد و عليٰ آله اصحابه اجمعين

ان کان سواءِ پندرهن شيون اهن جيڪي قبر جي عذاب کان امن امان ۾ رهائن ٿيون.

1. قرآن پاڪ جي گهڻي تلاوت ڪرڻ.
2. پيءُ ۽ ماءُ جي خدمت ۽ ادب ڪرڻ.
3. تهجد جي نماز پڙهڻ.
4. صلہ رحمي ڪرڻ يعني مائٽن سان مائٽيون ڳنڍڻ.
5. نفلي روزا رکڻ.
6. خيرات ڪرڻ.
7. ماڻهن کي نيڪي جو امر ڪرڻ برائي کان منع ڪرڻ.
8. لا الاہ الا اللہ جو گهڻو ذڪر ڪرڻ.
9. نبي پاڪ صاحب لولاڪ تي گهڻو درود و سلام پڙهڻ.
10. سهڻي طرح سان وضو ڪرڻ.
11. چغلخوري نہ ڪرڻ.
12. پيشاب جي ڦڙن کان بدن جي حفاظت ڪرڻ.
13. مسافرن کي ماني کارائڻ.
14. نماز ۾ ڊگهو قيام ۽ ڊگها سجدا ڪرڻ.
15. نيڪن صالحن سان محبت رکڻ ۽ انهن جي صحبت ۾ ويهڻ.

اللہ ڪريم شال سڀ مسلمانن کي قبر جي عذاب آخرت جي پڇاڻن کان امن ۾ رهائي.

اللهم صل عليٰ سيدنا محمد و عليٰ آلہٖ اصحابہٖ اجمعين.

****